# جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

## مِنڪلام حيدر بخش جتوئي حيدر

توتي سنڌ هزار سلام!
خوش رهه باغ بهار مُدام!
خوش رهه خندان با آرام!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

"ياءُ آ پنهنجو هر انسان!"
پنهنجو آهي هي ايمان!
پنهنجو آهي هي اِسلام!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

"ڪينو فتنو ٿئي برباد!
"قرب محبّت زنده باد!"
پنهنجو آهي هي پيغام!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي سنڌ ۽ جيئي سنڌ!
جامِ محبّت پيئي سنڌ!
خاص ۽ عام پيئن هي جام!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي هند ۽ جيئي سنڌ!
جيئي جيء متو هر هنڌ!
پيار بهار ٿئي عام ۽ جام!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

سنڌي سهڻو سادو صاف،
هن جي تلاش آ حق انصاف!
هن وٽ آهه نفاق حرام!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي پنهنجي مٺڙي زبان!
جيئي پنهنجو شِعر بيان!
جيئي پنهنجو غزل سلام!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي جمالو ڇلو ڏور!
جيئي دِلو، سُرندي سور!
جيئي ڏوهو، ڪافي ڪلام!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي سنڌو جو درياهہ!
جيئي سنڌو!ــ پنهنجو ساهہ!
آبِ حيات آ جنهنجو جامہ!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي سکّر جي بئراج!
جيئي گڏّوءَ جي گج گاج!
جيئي ڪوٽڙي ڏمہ ڏامہ!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي ٻيلو، نِمّ، ٻٻر!
جيئي ڪيلو، سنڌڙي، سر!
جيئي باغ بهار تمامہ!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي ڪاڇو، جيئي ٿر!
جيئي لاڙ، جيئي ڪينجهر!
جيئي منڇر انڇر جامہ!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي سنڌ زمين دلشاد!
جيئي کيت کيت آباد!
جيئي سر سبزي هر گامہ!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي هاري ۽ مزدور!
جيئي هارياڻي پُر نور!
پورهئي اندر صبح ۽ شامہ!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي سنڌي دلبر جان!
مرد ۽ زال ۽ هر انسان!
ٻچڙو ۽ ٻچڙي گلفامہ!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

جيئي سنڌ ين سان هي سنڌ!
سنڌين جي آمّان هي سنڌ!
سنڌين جو ناموس اِڪرامہ!
جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!

سنڌ جو نام ٿو متجي ڪيئن؟
سنڌ جو نام ٿو گهٽجي ڪيئن؟
هردم سنڌ جو زنده نام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

ٻوڙا! سنڌ جي ٻڌ فرياد!
ڳُم ٿي ويا ڪيئي شدّاد!
ڪيئي نام ٿيا گمنام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

بي انصافي جو بنياد
ٿئي نابود ۽ ٿئي برباد!
آ تاريخ جو هي انجام! *
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

سنڌ جا دشمنِ! ڇڏ هي جَور!
ڏور! هي جور جو ٻيڙو ڏور!
سنڌ کي مار نه بي اِلزام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

سنڌ کي مار نه سمجهي هيچ!
سنڌ کي مار نه سمجهي نيچ!
سنڌ کي سمجهي هڪ گگدام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

سنڌ سپاجهڙي رنج نه ڪر!
رنج رسائي ۽ گنج نه ڪر!
ڦر لٽ آهه تمام حرام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

فوج ۽ جنگ تي باور ڇڏ!
تير تفنگ تي باور ڇڏ!
ڪٽجي ويا فوجن جا امام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

حاڪم وارو ڪر نه خُمار!
ياء سان ياء مثال گذار!
ياء جي ڪٽ جس ۽ انعام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

* وعدو.

حاڪم وارو ڪر نہ غُرور!
سُور ڏيئي تو ٿئين مسرور!
گهر ۾ پَوَندءِ رڙ ماتام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

سنڌ، سمجھ! آ سُتّل شير!
ڪينڪي رهندو تنهنجي زير!
سنڌ ۾ سهسين سُورهيہ چام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

سنڌي پيارا! صلح پسند!
ظالم ڪيئن تو سمجهي پند!
ظالم جا ظالم احڪام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

هيرا، موتي هيئن نہ هار!
بي قدرن وٽ ڇا ويچار؟-
ڪوڏين ڪان گهٽ تنهنجو ڪلام:
**"جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!"**

سنڌي پيارا! همّت ڪر!
هار نہ مڃ! ڪجھ جرئت ڪر!
ظالم جي ڪر هام تمام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

همّت سان آ سڀ آسان!
قرباني ڪر! ٿي قربان!
جِيئي سنڌي: خاص ۽ عام!
جِيئي سنڌ! جِيئي سنڌ!!

سنڌ جو سڏ آ- ڇو لَبَّيڪ!
پنهنجو آهہ "سلام عليڪ!"
پنهنجو آهہ "عليڪ سلام!"
"جِيئي سنڌ!" "جِيئي سنڌ!"

سڻ هي حيدر جو آواز!
آواز آهي ڇا انداز!
آواز آهي يا اِلهام!-
**"جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!!"**

(٢٥ پئسا)

---

پايونيئر پرنٽرس، رسالا روڊ، حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو،
۽ حيدر بخش جتوئي شايع ڪيو. ١ مئي ١٩٦٧ع.